# ربيع جون ڀاڄيون

# ۽ آءِ پي ايم







نگران

**ديدار احمد ڀٽو**

تحرير

**غلام مصطفيٰ نانگراج**



**ڊائريڪٽوريٽ زرعي اطلاعات**

**زرعي توسيع سنڌ، حيدرآباد**

**2011-12**

# ربيع جون ياجيون ۽ آءِ پي ايم

نگران

**ديدار احمد ڀٽو**

ڊائريڪٽر

زرعي اطلاعات سنڌ

تحرير

**غلام مصطفيٰ نانگراج**

اسسٽنٽ پبلسٽي آفيسر

زرعي توسيع سنڌ

زرعي اطلاعات زرعي توسيع ، زراعت کاتو حڪومت سنڌ.

2011-12

# ربيع جون ڀاڄيون ۽ آءِ پي ايم

ربيع جي مند سنڌ ۾ ڀھرين نومبر کان شروع ٿئي ٿي. ھن مند ۾ مختلف سايون ڀاڄيون ۽ مصالحا پوکيا وڃن ٿا، جن مان مکيہ ھي آھن:مٽر، ٽماٽا، بند گوبي، موريون، گوگڙو، ھربو، سلاد، ڌاڻا سئونف ۽ ڦودنو وغيرہ.

جيتوڻيڪ ھي ڀاڄيون زمانن کان آبادگار پوکيندا اچن ٿا، جنھن جي ڪري ڪين ڪافي ڄاڻ آھي، پر وقت سان گڏ زرعي سائنسدان نيون نيون جنسون ايجاد ڪندا رھن ٿا ۽ پوکيءَ جي طريقن ۾ بہ سڌارو آڻيندا رھن ٿا. ان ڪري وقت بہ وقت آبادگارن کي مشورن ڏيڻ جي درڪار پوي ٿي.

ھن ڪتابچي کي مشورن جي لحاظ کان ٽن حصن ۾ ترتيب ڏنو ويو آھي

(1) ڀاڄين جي پوکيءَ واسطي بنيادي مشورا.

(2) فصلوار سفارشون.

(3) ڀاڄين جي جيتن جي ضابطي جي گڏيل حڪمت عملي (آءِ پي ايم).

## ڀاڄين جي پوکيءَ واسطي بنيادي مشورا:

### (الف) ڪيميائي ڀاڻن لاءِ مشورو:

جيئن تہ زمينون مختلف قسمن جون ٿين ٿيون، جھڙوڪ، وارياسيون، لٽياسيون، پڪيون، ڪلر وغيرہ واريون .انڪري ھر قسم جي زمين لاءِ ڀاڻ مختلف قسم جو مختلف وزن ۾ ڏيڻو ھوندو آھي جنھن لاءِ زمين جي مٽي ليبارٽريءَ مان چڪاس ڪرائڻي ھوندي آھي تہ جيئن پتو پوي تہ زمين ڪھڙي قسم جي آھي ۽ ان کي ڪھڙو ڀاڻ ۽ ڪيترو ڏيڻ گھرجي. پر عام طور تي اسان جا آبادگار زمين جي مٽي چڪاس ڪرائڻ بنان ڀاڄين کي ڪيميائي ڀاڻ ڏين ٿا جنھن جو نقصان اھو آھي تہ فصل کي صحيح ڀاڻ نٿو ملي ۽ نتيجي ۾ پيداوار گھٽ ملي ٿي. ڪافي جاين تي اھو ڏٺو ويو آھي تہ ڪلراٺين ۽ پڪين زمينن ۾ بہ آبادگار ڊي اي پي ڀاڻ ڏين ٿا. جڏھن تہ اھڙين زمينن ۾ ڊي اي پي ڀاڻ منع ٿيل آھي جنھن جي جاءِ تي ايس ايس پي يا ٽي ايس پي وغيرہ ڏيڻو آھي. انڪري جتي ڀاڄيون پوکڻيون ھجن اتي جي ڀھريان ليبارٽريءَ مان مٽي چڪاس ڪرائجي. اھڙي قسم جون مٽيءَ ۽ پاڻيءَ جي چڪاس واريون ليبارٽريون زراعت کاتي حڪومت سنڌ پاران گھڻو ڪري ھر ضلعي اندر قائم ٿيل آھن. جيڪي معمولي في وصول ڪرڻ سان مٽي چڪاس

ڪري ڏين ٿيون.

۽ اتي ئي زرعي ماهر به موجود آهن جن کان معلوم ڪجي ته جنهن زمين جي مٽي چڪاس ٿي آهي، ان ۾ ڪهڙو پاڻ ۽ ڪيترو ڏيڻ گهرجي.

ڪيميائي پاڻ ڏيڻ جي لاءِ ان ڳالهه جو به خاص خيال رکجي ته پاڻ ڇٽي ڇڏي نه ڏجي پر پاڻ ڏئي مٿان هڪدم پاڻي ڏيڻ گهرجي. ڪي آبادگار صبح جو پاڻ ڇٽي پاڻي شام يا رات جو پيا ڏيندا آهن يا وري شام جو پاڻ ڇٽي صبح جو پيا پاڻي ڏيندا آهن. ائين هرگز نه ڪرڻ گهرجي ڇاڪاڻ ته پاڻ ڇٽي ڇڏي ڏيڻ سان هوا ۾ اس ۾ ڳري اڏامي زيان ٿئي ٿو.

ان کان علاوه ڪيميائي پاڻ ڪوشش ڪري ٻوٽن جي پاڙن وٽ ڏيڻ گهرجي. سڄي زمين ۾ ڇٽڻ سان هڪ ته ٻاجهيءَ وارن ٻوٽن کي پاڻ گهٽ ملي ٿو ۽ خالي زمين ۾ وڃي ڪري ٿو، جنهن جي ڪري پاڻ زيان به ٿئي ٿو ۽ زمين جي خالي جاين تي پاڻ پوڻ سان گندگاهه گهڻو زور وٺي وڃي ٿو.

## (ب) زمين جي چونڊ ۽ تياريءَ لاءِ مشورو:

ٻاجهين جي پوکيءَ لاءِ ڪوشش ڪري نرم لٽياسي زمين جي چونڊ ڪجي ته جيئن ٻاجهيون ڀليون ٿين. تياريءَ ۾ خاص طور تي زمين جي سنوت ۽ اونهن هرن ڏيڻ تي خاص ڌيان ڏيڻ گهرجي. زمين جي سنوت لاءِ جيڪڏهن سهولت موجود هجي ته ليزر ليورنگ مشين استعمال ڪجي. جنهن سان زمين عام ڪيڻ کان تمام گهڻو سٺي نموني سنوت ۾ اچي ٿي جنهن جي ڪري ٻاجهين کي پاڻ پاڻي صحيح ملي ٿو ۽ ٻاجهيون ڀليون ٿين. ٿيون اهڙي طرح اونهن هرن لاءِ راجا هر هڻجي ۽ مٿان پتر پيچڻ لاءِ روتا ويٽر هر هڻي پتر پيچجن.

## (ت) ٻج سيڪ تي هڻڻ جو مشورو:

ٻج جون چنگيون يا ٻيجاري جو رونبو ڪرين کي پهريان پاڻي ڏئي جتي سيڪ هجي اتي هڻڻ گهرجي. سيڪ تي پوکيل ٻاجهي جلد ڦٽي ٿي ۽ تيار به تڪڙي ٿئي ٿي.

## (ث) چيزل پلو هڻڻ جو مشورو:

عام طور تي اسان وٽ زمينن کي ويسند نٽي ڏني وڃي. هڪڙو فصل ڪٽي وري ٻيو فصل پوکيو وڃي ٿو. اهڙي طرح زمين ۾ ناميانتي مادي طور وٺاڻ جو پاڻ يا سائو پاڻ به نٽو ڏنو وڃي ان کان علاوه زمينن کي اونها هر پڻ نٽا ڏنا وڃن جنهن جي نتيجي ۾ زمين اندر سخت تهه ٺهي پوڻ

جي شڪايت عام آهي. ان سخت تهه جي ڪري ٻوٽن جون پاڙون زمين ۾ گهريون نٿيون وڃن ۽ ٻوٽن کي زمين مان مناسب خوراڪ، هوا ۽ پاڻي نٿو ملي. جنهن جي ڪري پيداوار گهٽ لهي ٿي. ان ڪري ماهرن جو چوڻ آهي ته زمين مان سٺي فصل کڻڻ لاءِ سخت تهه کي ٽوڙڻ لاءِ ضروري آهي ته هر ٽئين سال زمين ۾ چيزل پلو ضرور هڻڻ گهرجي.

چيزل پلو هڻڻ سان نه صرف زمين اندر جڙيل سخت تهه ٽٽي پوي ٿو، پر ساڳئي وقت چيزل پلو جي اها به خاصيت آهي ته اهو زمين اندر راڄ ۽ ڊسڪ پلو کان گهٽ اونهو به وڃي ٿو ۽ زمين کي اٿلائي به بلڪل نٿو جنهن جي ڪري زمين جي سنوت خراب نٿي ٿئي ۽ زمين جو مٿيون طاقت وارو تهه به پنهنجي جاءِ تي برقرار رهي ٿو.

## (ج) وٿاڻ جي ڀاڻ ڏيڻ جو مشورو:

اڪثر ڪري ائين سمجهيو وڃي ٿو ته ڀاڄين کي ڪيميائي ڀاڻ ڏيڻ سان ئي سٺي پيداوار کڻي سگهجي ٿي پر حقيقت ان جي بلڪل برعڪس آهي. حقيقت اها آهي ته ڪيميائي ڀاڻ جي استعمال سان ڪنهن به فصل مان وقتي طور تي پيداوار چڱي ته کڻي سگهجي ٿي پر زمين جي حالت نٿي سڌري بلڪ ان جي زرخيزي گهٽبي وڃي ٿي. ڇاڪاڻ ته اسان زمين ۾ نامياتي مادو شامل ناهيون ڪري رهيا. هڪ تجزئي موجب هن وقت سنڌ جي زمينن ۾ هڪ سيڪڙو کان به نامياتي مادو گهٽ آهي. جيڪو زمينن مان سٺي پيداوار کڻڻ لاءِ بلڪل ناڪافي آهي جنهن کي وڌائڻ لاءِ ضروري آهي ته زمينن کي هر ٽئين سال وٿاڻ جو ڳريل سڙيل ڀاڻ ضرور ڏيڻ گهرجي. وٿاڻ جو ڀاڻ ڀاڄين پوکڻ کان پهرين زمين ۾ 150 کان 200 مڻ في ايڪڙ ڏيڻ گهرجي ڀاڻ ڏيڻ وقت ان جي ڳريل سڙيل هجڻ جي پڪ ضرور ڪرڻ گهرجي فصل ۾ تازو وٿاڻ جو ڀاڻ هرگز نه وجهڻ گهرجي. ڇاڪاڻ ته هڪ طرف وٿاڻ جي تازي ڀاڻ ۾ زمين کي سڌارڻ واري ڳهريل طاقت ناهي هوندي ۽ ٻئي طرف ان ۾ گندگاهه جا ٻج موجود هوندا آهن. جيڪي زمين ۾ ڀاڻ وجهڻ شرط ڦٽي پوندا آهن ۽ دير تائين پوکيل ڀاڄين جي فصلن ۾ مسئلو پيدا ڪندا رهندا آهن. ان کان علاوه ڪچو ڀاڻ زمينْ ۾ وجهي ڀاڄيون پوکڻ سان ڀاڄين کي اڏوهي لڳي ٿي ۽ ڀاڄين جي فصل ۾ نقصان ٿئي ٿو. وٿاڻ جو ڀاڻ ڀاڄيون پوکڻ کان هڪ مهينو پهرين زمين ۾ وجهي هڪدم هرن ذريعي ملائي پاڻي ڏيڻ گهرجي. پاڻي ڏيڻ کان پوءِ جڏهن زمين وت ۾ اچي ته هر ڏئي وري ريج ڪجي ۽ بيهر جڏهن زمين وت ۾ اچي ته هر ڏئي مٿان ڳاڏي گهمائي ڪجهه ڏينهن زمين کي ڇڏي ڏجي ته جيئن زمين ۾ موجود گندگاهه جا ٻج ڦٽي اچن. جنهن بعد زمين کي هر ڏئي زمين تيار

ڪري ياڄيون پوکجن تہ زمين ۾ گھٽو گندگاھ بہ نہ ٿيندو ۽ زمين طاقتور بہ ٿي پوندي.

## (ح) ياڄين ۾ ياڻ ۽ پاڻيءَ جي استعمال لاءِ مشورو:

(1) ياڻ هميشہ ماڪ سڪڻ کان پوءِ پر تڏ واري وقت تي ڏجي.

(2) ياڻ اهڙي طرح سان ڏجي جيئن ياڻ ياڄيءَ جي پاڙن جي پر ۾ ڪري.

(3) ياڻ ڏيڻ کان پوءِ پاڻي ڏيڻ ۾ دير هرگز نہ ڪجي بلڪ هڪدم پاڻي ڏجي.

(4) بچيل ياڻ کي ڪليل ۽ گھم واري حالت ۾ نہ رکجي پر چڱيءَ طرح بڌي يا دٻي ۾ بند ڪري خشڪ جاءِ تي رکجي.

(5) پاڻي ياڄين کي گھٽو هرگز نہ ڏجي ۽ خاص طور تي ڪرين تي پوکيل ياڄين ۾ پاڻي اهڙي طرح ڏجي جيئن چنگين يا لڱل ٻوٽن تائين صرف سيڪ پهچي پر اهي پاڻيءَ ۾ هرگز نہ ٻڏن. چاڪاڻ تہ سيڪ واري ياڄي تمام گھڻي سني ٿئي ٿي.

(6) سياري ياڄين کي پوکيءَ کان پوءِ ٻہ ٽي پاڻي تڪڙا تڪڙا ڏيڻ گھرجن.

(7) هر ياڄيءَ کي ٻڌايل پاڻيءَ جي وقفي کان علاوه موسم ۽ فصل جي حالت کي بہ نظر ۾ رکجي مينهوڳي هجي تہ پاڻي نہ ڏجي. فصل ۾ وٽ گھڻي هجي تہ بہ نہ ڏجي.

## (خ) ٻيجارو پوکڻ لاءِ مشورو:

ٻيجاري رستي پوکجندڙ ياڄين جهڙوڪ مرچن. واڱڻ. بصرن. گوبي. ٽماٽن وغيره جي ٻيجاري تيار ڪرڻ لاءِ هيٺئين طريقي کي اختيار ڪجي:

ٻيجارو ڏگھين ايين پٽڙين جي شڪل وارين ٻارين ۾ پوکجي. اهڙين ٻارين ۾ لٽ واري مٽي وجهي. زمين جي سطح کان مٿي ڪري وچ مان اهڙي طرح ناليون ڪيجن. جيئن جيڪڏهن پاڻي ڪنهن بہ سبب جي ڪري گھٽو ٿي وڃي تہ اهو نالين ۾ وهي وڃي ۽ ٻيجارو گھڻي پاڻيءَ جي ڪري سڙي نہ ان کان پوءِ ڪڪ پن ۽ ٻيو گند ڪچرو ساڙي خاڪ تيار ڪجي اها چار (خاڪ) جڏهن ٺري وڃي تہ جنهن بہ ياڄيءَ جو ٻيجارو پوکڻو هجي ان جو ٻج لٽ واري مٽيءَ تي ڇٽي. مٿان خاڪ ايتري وجهجي جيئن ٻج چڱيءَ طرح ڍڪجي وڃي ۽ ڍڪيل ٻج کي هٿ واري ڦوهاري سان پاڻيءَ جو ڦوهارو ڪري مٿان ڪکن. يا سارين جي پلال سان ڍڪي ڇڏجي. جنهن بعد روزانو ڪکن جي مٿان هٿ واري ڦوهاري سان تيستائين پاڻيءَ جو ڦوهارو ڪجي جيستائين ٻج مڪمل ڦٽي وڃي. جنهن بعد پاڻيءَ جو ٻئي ٽئين ڏينهن ڦوهارو ڪبو رهجي ائين ڪرڻ سان ٻيجاري جو ڦوهڙو پلو ٿيندو ۽ مٿان ڍڪڻ جي ڪري ٻيجاري کي گھٽي گرمي يا گھڻي سردي نہ لڳندي ۽ ساڳئي

وقت ٻج کي پاڻيءَ جو سيڪ ڏ هر وقت مناسب مقدار ۾ ملندو رهندو پر جڏهن ٻيجارو وڏو ٿي وڃي ته ڪک ڪانا هٽائي ڇڏجن.

# ربيع جي ڀاڄين جون فصلوار سفارشون

## مٽر (Peas)

پوکيءَ جو وقت: آڪٽوبر کان نومبر

جنسون: پرلي، سونيڪس، پي ايف 400، چپامٽر

ٻج جو مقدار: 15 کان 20 ڪلو گرام

پوکيءَ جو طريقو: ننڍي قد وارين جنسن جون، چئن فوٽن جي ويڪرن ڪرين تي، اڍائي کان ٽن انچن جي مفاصلي تي چنگيون هڻجن.

وڏي قد ۽ وچولي قد وارين جنسن جون، چئن فوٽن جي ويڪرن ڪرين تي، ٻن کان ٽن انچن جي مفاصلي تي چنگيون هڻجن.

ڪيميائي ياڻ: ڊي اي پي هڪ کان ڏيڍ ٻوري، يوريا هڪ ٻوري ۽ پوٽاش هڪ کان ڏ ٻورين في ايڪڙ پوکيءَ وقت ۽ بعد ۾ ڏ پيرا هڪ هڪ يوريا هر پندرهن ڏينهن يا اين پي ڪي (17.17.17) جون 3 ٻورين في ايڪڙ. هڪ ٻوري اين پي ڪي پوکيءَ وقت ٻي ٻوري اين پي ڪي ۽ اڌ ٻوري يوريا پوکيءَ جي 15 ڏينهن ۽ ٽين ٻوري اين پي ڪي ۽ اڌ ٻوري يوريا في ايڪڙ مهيني بعد ڏجي.

پاڻي: هفتي هفتي ضرورت مطابق ڏجي

## ٽماٽا (Tomato)

پوکيءَ جو وقت: ٻيجارو جون کان جولاءِ يا آگسٽ ۾ پوکجي رونبو آگسٽ کان سيپٽمبر تائين ڪجي.

جنسون: روما، ايس آرٽوٽي 10 وڪٽريي لانگ سپرمني ميڪر، مارگلوب، گرنٽا، رٽگرس وغيره.

ٻج جو مقدار: 200 کان 250 گرام في ايڪڙ

پوکيءَ جو طريقو: 6 کان 8 فوٽن جي ويڪرن ڪرين تي هڪ کان ٻن فوٽن جي مفاصلي تي رونبو ڪجي.

ڪيميائي ياڻ: ڊي اي پي هڪ کان ڏيڍ ٻوري، يوريا هڪ ٻوري ۽ پوٽاش هڪ کان ڏ ٻورين

في ايڪڙ پوکيءَ وقت ۽ بعد ۾ ٻه ٻيرا هڪ هڪ ڪان ڏيڍ ٻوري يوريا هر پندرين ڏينهن يا اين پي ڪي (17.17.17) جون 3 ٻوريون في ايڪڙ. هڪ ٻوري اين پي ڪي پوکيءَ وقت، ٻوري اين پي ڪي ۽ اڌ ٻوري يوريا پوکيءَ جي 15 ڏينهن ۽ ٽين ٻوري اين پي ڪي ۽ اڌ ٻوري يوريا في ايڪڙ مهيني بعد ڏجي.

پاڻي: رونبي ڪان پوءِ ٻه ٽي پاڻي تڪڙا تڪڙا ڏجن ۽ بعد ۾ گرميءَ ۾، هر هفتي ۽ سرديءَ ۾، 15 ڏينهن ضرورت مطابق ڏجي.

## پٽاٽا (Potato)

پوکيءَ جو وقت: آڪٽوبر ڪان نومبر

جنسون: اڃا پٽاٽا سانتي، ڊايامنٽ، پروينٽو

ٻج جو مقدار: 15 ڪان 20 مڻ في ايڪڙ

پوکيءَ جو طريقو: 2 ڪان اڍائي فوٽن جي ڪرين جي چوٽيءَ تي، 5 ڪان 6 انچن جي مفاصلي تي لڳائجن.

ڪيميائي ڀاڻ: ڊي اي پي هڪ ڪان ڏيڍ ٻوري. يوريا هڪ هڪ ٻوري ۽ پوٽاش هڪ ڪان ٻه ٻوريون في ايڪڙ پوکيءَ وقت ۽ بعد ۾ ٻه ٻيرا هڪ هڪ ٻوري يوريا هر پندرهين ڏينهن يا اين پي ڪي (17.17.17) جون 3 ٻوريون في ايڪڙ. هڪ ٻوري اين پي ڪي پوکيءَ وقت ٻي ٻوري اين پي ڪي ۽ اڌ ٻوري يوريا پوکيءَ جي 15 ڏينهن ۽ ٽين ٻوري اين پي ڪي ۽ اڌ ٻوري يوريا في ايڪڙ مهيني بعد ڏجي.

پاڻي: پهريون پوکيءَ وقت هڪدم، باقي هفتي ڏهين ڏينهن ضرورت مطابق ايترو ڏجي جنهن جو چوٽيءَ تي صرف سيڪ پهچي.

## پٽائي گجرون (Carrot)

پوکيءَ جو وقت: آڳاٽي پوک سيپٽمبر ڪان آڪٽوبر
منڊائتي پوکي، نومبر

جنسون ۽ ٻج جو مقدار: ديسي 5 ڪان 6 ڪلو ۽ ولائتي 3 ڪان 4ڪلوگرام في ايڪڙ

پوکيءَ جو طريقو: اين ڪرين تي ٻنهي پاسي مني انچ جون اونهيون ليڪون پائي، انهن ۾ ٻج ڇٽي، هٿ سان ڍڪي سيڪ جيترو پاڻي ڏجي.

مفاصلو: ٻوٽا ٽن چئن انچن جا ٽين ته 13 انچن جي مفاصلي تي جدائي ڪجي.

ڪيميائي ڀاڻ: ڊي اي پي هڪ ڪان ڏيڍ ٻوري يوريا هڪ ٻوري ۽ پوٽاش هڪ ڪان ٻه ٻوريون في ايڪڙ پوکيءَ وقت ۽ بعد ۾ ٻه ڀيرا هڪ هڪ ٻوري يوريا هر پندرهين ڏينهن يا اين پي ڪي (17.17.17) جون 3 ٻوريون في ايڪڙ. هڪ ٻوري اين پي ڪي پوکيءَ وقت ٻي ٻوري اين پي ڪي ۽ اڌ ٻوري يوريا پوکيءَ جي 15 ڏينهن ۽ ٽين ٻوري اين پي ڪي ۽ اڌ ٻوري يوريا في ايڪڙ مهيني بعد ڏجي.

پاڻي: آڳاٽي فصل کي پهريان ٽي چار پاڻي هر هفتي ۽ بعد ۾ ٽڏين ۾، ڏهين ٻارهين ڏينهن پاڻي ڏجي.

## بصر (Onion)

پوکيءَ جو وقت: آڳاٽي فصل لاءِ ٻيجارو جولاءِ کان آگسٽ تائين لڳائجي ۽ رونبو آگسٽ کان سيپٽمبر ۾ ڪجي ۽ پاڇاتي پوکي جنوري تائين ڪري سگهجي ٿي.

جنسون: ڦلڪارا، ٽاٽو بولا خان گهوٽڪي ۽ ديسي

ٻج جو مقدار: ڪڻ ٻه اڍائي ڪلو گرام في ايڪڙ

پوکيءَ جو طريقو: ٻه کان اڍائي فوٽن جي مفاصلي وارن ڪرين جي ٻنهي پاسي، ٻن کان ٽن انچن جي مفاصلي تي ٻيجارو رونبو ڪجي.

ڪيميائي ڀاڻ: ڊي اي پي هڪ ڪان ڏيڍ ٻوري يوريا هڪ ٻوري ۽ پوٽاش هڪ ڪان ٻه ٻوريون في ايڪڙ پوکيءَ وقت ۽ بعد ۾ ٻه ڀيرا هڪ هڪ ٻوري يوريا هر پندرهين ڏينهن يا اين پي ڪي (17.17.17) جون 3 ٻوريون في ايڪڙ. هڪ ٻوري اين پي ڪي پوکيءَ وقت ٻي ٻوري اين پي ڪي ۽ اڌ ٻوري يوريا پوکيءَ جي 15 ڏينهن ۽ ٽين ٻوري اين پي ڪي ۽ اڌ ٻوري يوريا في ايڪڙ مهيني بعد ڏجي.

پاڻي: شروعاتي 3 پاڻي هفتي هفتي بعد ۾ ڏهين ٻارهين ڏينهن

گڏ ۽ مٽي چاڙهڻ: گند گاھ جيئن نظر اچي ته گڏ ڪري گند گاھ جي صفائي ڪجي ۽ ٻوٽن تي ٻه ڀيرا مٽي چاڙهجي.

## ٿوم (Garlic)

پوکيءَ جو وقت: آڳاٽي پوکي سيپٽمبر کان شروع ڪجي ۽ ختم نومبر جي آخر ۾ ڪجي.

جنسون: ديسي نيو دمبالو

ٻج جو مقدار: 100 ڪلوگرام في ايڪڙ

پوکيءَ جو طريقو: ننڍين پارين ۾ اڌ فوٽ جي مفاصلي تي قطارن ۾ ٽن ٽن انچن جي مفاصلي تہ ڳڙيون روئبو ڪجن .جڏهن تہ ڪرين تي بہ پوکي ڪري سگهجي ٿي.

ڪيميائي ياڻ: ڊي اي پي هڪ ڪان ڏيڍ بوري. يوريا هڪ بوري ۽ پوٽاش هڪ ڪان بہ بوريون في ايڪڙ پوکيءَ وقت ۽ بعد ۾ بہ ٻيرا هڪ هڪ بوري يوريا هر پندرهين ڏينهن يا اين پي ڪي اين پي (17.17.17) جون 3 بوريون في ايڪڙ. هڪ بوري اين پي ڪي پوکيءَ وقت ٻوزي ٻي بوري اين پي ڪي ۽ اڌ بوري يوريا پوکيءَ جي 15 ڏينهن ۽ ٽين بوري اين پي ڪي ۽ اڌ بوري يوريا في مهيني بعد ڏجي.

پاڻي: شروعاتي بہ ٽي پاڻي تڪڙا ڏجن تہ جيئن ڳڙيون ڦٽن. جنهن بعد گرميءَ ۾ . اين پي ڪي هفتي هفتي ۽ سرديءَ ۾ ڏهين ٻارهين ڏينهن

## پالڪ (Spinach/Chard)

پوکيءَ جو وقت: ديسي پالڪ آڪٽوبر کان جنوريءَ تائين پوکجي پرو لايتي پالڪ ان سان گڏ سانوڻيءَ ۾ پوکي وڃي ٿي.

جنسون: ديسي پالڪ نرم ۽ سنهن پنن واري ۽ ولايتي پالڪ سخت ۽ وڏن پنن واري

ٻج جو مقدار: 15 کان 20 ڪلو گرام في ايڪڙ

پوکيءَ جو طريقو: ننڍين پارين ۾ قطارون جي شڪل ۾ پوکجي پر ساڳئي وقت ننڍن ڪرين تي پوکي سگهجي ٿي.

ڪيميائي ياڻ: پوکيءَ وقت اي پي ڪي (.17.17.17) هڪ بوري. ٻي بوري اين پي ڪي ۽ اڌ بوري يوريا 15 ڏينهن بعد. ٽين بوري اين پي ڪي ۽ اڌ بوري يوريا مهيني بعد ڏجي. ان کان پوءِ هر لوب کان پوءِ هڪ بوري يوريا في ايڪڙ وجهجي.

پاڻي: گرميءَ ۾ هر هفتي ۽ ٿڌ ۾ ٻارنهين کان پندرهين ڏينهن ڏيڻ گهرجي.

## گُل گوبي (Cauli Flower)

پوکيءَ جو وقت: (1) سنڌ ۾ آڳاٽي فصل لاءِ ٻيجارو فيبروري_ مارچ ۽ روبنو مارچ_ اپريل ۾ ڪجي پر ڪي آبادگار جون_ جولاءِ ۾ ٻيجارو پوکي جولاءِ_ آگسٽ ۾ بہ روئبو ڪن ٿا.

(2. منڊائتي گوبيءَ جو ٻيجارو آگسٽ سيپٽمبر ۾ ۽ روئبو سيپٽمبر کان نومبر تائين ڪرڻ گهرجي.

(3 پاڇاتو ٻيجارو نومبر ۾ پوکجي ۽ روئبو نومبر جي آخري هفتي کان ڊسمبر جي 15

تاريخ تائين ڪجي.

جنسون: چين جو موتي يا اڇي گوبي ۽ امريڪي ارلي وندر. سنو دربست

ٻج جو مقدار: آڳاٽي فصل لاءِ 600 کان 800 گرام ۽ منڌائتي ۽ پاڇاٽي فصل لاءِ 400 کان 500 گرام في ايڪڙ

پوکيءَ جو طريقو: 2کان اڍائي فوٽن جا ڪريا ناهي. انهن جي ٻنهي پاسي هڪ کان ڏيڍ فوٽ جي مفاصلي تي رونبو ڪجي. پر رونبو هر ڪريي تي اهڙي طرح ڪجي جيئن ٻوٽا هڪ ٻئي جي سامهون نہ اچن.

ڪيميائي ڀاڻ: ڊي اي پي هڪ کان ڏيڍ ٻوري يوريا هڪ ٻوري ۽ پوٽاش هڪ کان ٻہ ٻوريون في ايڪڙ پوکيءَ وقت ۽ بعد ۾ ٻہ ڀيرا هڪ هڪ ٻوري يوريا هر پندرين ڏينهن يا اين پي ڪي (17.17.17) جون 3 ٻوريون في ايڪڙ. هڪ ٻوري اين پي ڪي پوکيءَ وقت ٻي ٻوري اين پي ڪي ۽ اڌ ٻوري يوريا پوکيءَ جي 15 ڏينهن ۽ ٽين ٻوري اين پي ڪي ۽ اڌ ٻوري يوريا في ايڪڙ مهيني بعد ڏجي.

گڏ ۽ پاڻي: گڏ جڏهن رونبي کان پوءِ ٻوٽا چڱي طرح لڳي وڃن تہ ڪجي ۽ ٻوٽن تي هلڪي مٽي چاڙهجي. اهڙي طرح پندرهين ڏينهن ٻي گڏ ڪري وري مٽي چاڙهجي. پاڻي شروع ۾ ٽي تڪڙا ڏجن. ان بعد سرديءَ ۾ ڏهين پندريهن ڏينهن ۽ گرميءَ ۾ هفتي هفتي پاڻي ڏجي.

نوٽ: گوبيءَ جي ٻيجاري کي گهڻي گرمي ۽ گهڻي سرديءَ کان بچائڻ لاءِ ڍڪڻ گهرجي.

## بند گوبي (Cabbage)

پوکيءَ جو وقت: منڌائتي پوکي لاءِ ٻيجارو سيپٽمبر_ آڪٽوبر ۾ ۽ رونبو آڪٽوبر_ نومبر ۾ ڪجي .جڏهن تہ پاڇاٽي پوکيءَ لاءِ ٻيجارو نومبر ۾ ۽ رونبو ڊسمبر ۾ ڪجي.

جنسون: مقامي بنينزا، هائبرڊ : نيٽ، ايورگرين ، گرين ايڪسپريس، گرين بال ٻج جو مقدار: 100 کان 400 ڪلو گرام

پوکيءِ جو طريقو : ٻن ٻن فوٽن جا ڪريا ناهي .انهن جي ٻنهي پاسي هڪ کان ڏيڍ فوٽ جي مفاصلي تي رونبو ڪجي پر رونبو ڪريي جي ٻنهي پاسي اهڙي طرح ڪجي جيئن ٻوٽا هڪٻئي جي سامهون نہ اچن.

ڪيميائي ڀاڻ: اي پي هڪ کان ڏيڍ ٻوري ، ۽ پوٽاش هڪ کان ٻہ ٻوريون في ايڪڙ پوکيءَ

وقت ۽ بعد ۾ ٻه ڀيرا هڪ هڪ يوريا هر پندرهين ڏينهن يا اين پي ڪي (17.17.17) جون 3 ٻوريون في ايڪڙ. هڪ ٻوري اين پي ڪي پوکيءَ وقت ٻي ٻوري ڪي ۽ اڌ ٻوري يوريا پوکيءَ جي 15 ڏينهن ۽ ٽين ٻوري اين پي ڪي ۽ اڌ ٻوري يوريا في ايڪڙ مهيني بعد ڏجي.

گڏ ۽ پاڻي: گڏ جڏهن رونبي ڪان پوءِ ٻوٽا چڱي طرح لڳي وڃن ته ڪجي ۽ ٻوٽن تي هلڪي مٽي چاڙهجي. اهڙي طرح پندرهين ڏينهن ٻي گڏ ڪري وري مٽي چاڙهجي. پاڻي شروع ۾ ٻه ٽي تڪڙا ڏجن. ان بعد سردي ۾ ڏهين پندرهين ڏينهن هر هفتي هفتي گرمي ۾ پاڻي ڏجي.

## موري (Radish)

پوکيءَ جو وقت: جولاءِ کان جنوري

جنسون: ديسي اڇي ۽ ڳاڙهي ولائتي ارلي مائنو

ٻج جو مقدار: 100 کان 400 گرام في ايڪڙ

پوکيءَ جو طريقو: ٻه اڍائي فوٽ جا ڪريا ڪڍي انهن جي ٻنهي پاسي ڪاٺيءَ سان ليڪ ڪڍي. ان ۾ ٻج ڇٽي، مٿان ڍڪي ايترو ڪرين ۾ پاڻي ڏجي جيئن ٻج تائين رڳوسيڪ پهچي. ٻوٽا ٽن چئن انچن جا ٿين ته پنجن ڇهن انچن تي ڇدائي ڪجي.

ڪيميائي ڀاڻ: ڊي اي پي هڪ کان ڏيڍ ٻوري يوريا هڪ ٻوري ۽ پوٽاش هڪ کان ٻه ٻوريون في ايڪڙ پوکيءَ وقت ۽ بعد ۾ ٻه ڀيرا هڪ يوري يوريا هر پندرهين ڏينهن يا اين پي ڪي (17.17.17) جون 3 ٻوريون في ايڪڙ. هڪ ٻوري اين پي ڪي پوکيءَ وقت ٻي ٻوري اين پي ڪي ۽ اڌ ٻوري يوريا پوکيءَ جي 15 ڏينهن ۽ ٽين ٻوري اين پي ڪي ۽ اڌ ٻوري يوريا في ايڪڙ مهيني بعد ڏجي.

گڏ ۽ پاڻي: جنهن رونبي کان پوءِ ٻوٽا چڱي طرح لڳي وڃن ته گڏ ڪجي ۽ اهڙي طرح پندرنهن ڏينهن ٻي گڏ ڪجي. پاڻي شروع ۾ ٻه ٽي تڪڙا ڏجن ان بعد سردي ۾ ڏهين پندرهين ڏنيهن ۽ گرميءَ ۾ هفتي هفتي پاڻي ڏجي.

## گوگڙو (Turnip)

پوکيءَ جو وقت: جولاءِ کان جنوري

جنسون: اڇا ۽ ڳاڙها

ٻج جو مقدار: ٻه کان اڍائي ڪلو گرام في ايڪڙ

پوکيءَ جو طريقو: ٻه اڍائي فوٽن جا ڪريا ڪڍي انهن ٻنهي پاسي ڪاٺيءَ سان ليڪ ڪڍي ان

۾ ٻج ڇٽي مٿان ڍڪي ايترو ڪرين ۾ پاڻي ڏجي جيئن ٻج تائين رڳو سيڪ پهچي ٻوٽا ٽن چئن انچن جا ٿين تہ پنجن ڇهن انچن تي ڇڊائي ڪجي.

ڪيميائي ياڻ: ڊي اي پي هڪ ڪان ڏيڍ ٻوري يوريا هڪ ٻوري ۽ پوٽاش هڪ کان ٻہ ٻوريون في ايڪڙ پوکيءَ وقت ۽ بعد ۾ ٻہ پيرا هڪ هڪ يوريا هر پندرهين ڏينهن يا اين پي ڪي (17.17.17) جون 3 ٻوريون في ايڪڙ. هڪ ٻوري اين پي ڪي پوکيءَ وقت ٻي ٻوري اين پي ڪي ۽ اڌ ٻوري يوريا پوکيءَ جي 15 ڏينهن ۽ ٽين ٻوري اين پي ڪي ۽ اڌ ٻوري يوريا في ايڪڙ مهيني بعد ڏجي.

گڏ ۽ پاڻي: گڏ جڏهن ٻوٽا پنجن ڇهن انچن جا ٿي وڃن تہ ڪجي ۽ اهڙي طرح پندرهين ڏينهن ٻي گڏ ڪجي پاڻي شروع ۾ ٻہ ٽي ٽڪڙا ڏجن. ان بعد سردي ۾ ڏهين پندرهين ڏينهن ۽ گرميءَ ۾ هفتي هفتي پاڻي ڏجي.

## هربو (Fenugreek)

پوکيءَ جو وقت: منڌائتي پوکي سيپٽمبر کان نومبر تائين پر جنوريءَ تائين لڳائي سگهجي ٿو.

جنسون: ديسي ۽ قصوري

ٻج جو مقدار: 6 کان 8 ڪلوگرام في ايڪڙ

پوکيءَ جو طريقو: نندڙيون چورس ٻاريون ٺاهي، انهن ۾ ريج ڪري مٿان پاڻي ۽ ۾ ٻج ڇٽي ڇڏجي.

ڪيميائي ياڻ: پوکيءَ وقت اين پي ڪي (17.17.17) هڪ ٻوري في ايڪڙ. ٻي ٻوري اين پي ڪي ۽ اڌ ٻوري يوريا 15 ڏينهن بعد ٽين ٻوري اين ٽي ڪي ۽ اڌ ٻوري يوريا مهيني بعد ڏجي. ان کان پوءِ هر لوب کان پوءِ هڪ ٻوري يوريا في ايڪڙ ڏجي.

پاڻي: گرميءَ ۾ هر هفتي ۽ ٿڌ ۾ ٻارنهين کان پندرهين ڏينهن ڏيڻ گهرجي.

## سلاد (Lettuce)

پوکيءَ جو وقت: سيپٽمبر کان نومبر تائين

پوکيءَ جو طريقو: ٻن کان اڍائي فوٽن جا ڪريا ڪڍي ڪرين جي ٻنهي پاسي 9 انچن جي مفاصلي تہ چنگيون هڻي. ڪرين کي ايترو پاڻي ڏجي جيئن چنگين تائين صرف پاڻيءَ جو سيڪ پهچي.

ڪيميائي ياڻ: پوکيءَ وقت اين پي ڪي (17.17.17) هڪ ٻوري في ايڪڙ. ٻي ٻوري اين پي ڪي ۽ اڌ ٻوري يوريا 15 ڏينهن بعد ٽين ٻوري اين پي ڪي ۽ اڌ ٻوري يوريا مهيني بعد ڏجي. ان ڪان پوءِ هرلوب ڪان پوءِ هڪ ٻوري يوريا في ايڪڙ وجهجي.

پاڻي: گرميءَ ۾ هفتي هفتي ۽ سرديءَ ۾ ٻارهين پندرهين ڏينهن.

## ڌاڻا (Coriander)

پوکيءَ جو وقت: منداٺتي پوک سيپٽمبر ڪان آڪٽوبر تائين تجويز ٿيل آهي .باقي سڄو سال پوکجن ٿا.

جنسون: ايراني ۽ ديسي:

ٻج جو مقدار: 6ڪان 8 ڪلو گرام في ايڪڙ

پوکيءَ جو طريقو: ٻن ادئن فوٽن جي ڪرين تي ٻنهي پاسن ڪان ليڪ ڪڍي ان ۾ ٻج ڇٽي . مٿان هٿ سان ڍڪي، سيڪ جيترو ڪين پاڻي ڏجي اهڙي طرح ناڙي ٻہ ڪري سگهجي ٿي .ٻج کي سڄي رات پسائي رکجي ۽ پوءِ پوکجي.

ڪيميائي ياڻ: پوکيءَ وقت اين پي ڪي (17.17.17) هڪ ٻوري في ايڪڙ. ٻي ٻوري اين پي ڪي ۽ اڌ ٻوري يوريا 15 ڏينهن بعد ٽين ٻوري اين پي ڪي ۽ اڌ ٻوري يوريا مهيني بعد ڏجي. ان ڪان پوءِ هرلوب ڪان پوءِ هڪ ٻوري يوريا في ايڪڙ وجهجهي.

پاڻي: گرميءَ ۾ هفتي هفتي ۽ سرديءَ ۾ ٻارنهين پندريهن ڏينهن.

## سؤنف ( وڏف) (Fennel)

پوکيءَ جو وقت: 15 آڪٽوبر ڪان نومبر جو سڄو مهينو

ٻج جو مقدار: 5ڪلو گرام في ايڪڙ

پوکيءَ جو طريقو: ڏيڍ ڪان ٻن فوٽن جي مفاصلي تي قطارن ۾ پوکجي.

ڪيميائي ياڻ: پوکي وقت اين پي ڪي (17.17.17) هڪ ٻوري اين پي ڪي ۽ اڌ ٻوري يوريا 15 ڏينهن بعد ٽين ٻوري اين پي ڪي ۽ اڌ ٻوري يوريا مهيني بعد ڏجي.

پاڻي: پهريون پاڻي مهيني بعد ۽ ٻيا پاڻي پندرهين ويهين ڏينهن ڏجن.

## ڦودنو (Mint)

پوکيءَ جي وقت: نومبر ڪان ڊسمبر ۽ فيبروري ڪان مارچ.

ٻج جو مقدار: ڦودنو پراڻي پوکيل فصل جون پاڙون ڪڍي پوکجي. ان لاءِ چاليهه هزار کان پنجاهه هزار پاڙون پوکجن.

پوکڻ جو طريقو: ڪرين تي ۽ قطارن ۾

مفاصلو: ڪريا ڏيڍ فوٽ جاهجن ۽ قطارون هڪ فوٽ تي ڪري پوکجن ۽ ٻوٽي کان ٻوٽي جو مفاصلو 6انچ رکجي.

ڪيميائي ڀاڻ: پوکڻ وقت اين پي ڪي هڪ ٻوري في ايڪڙ ۽ بعد ۾ هر لوب کان پوءِ يوريا هڪ ٻوري في ايڪڙ

پاڻي: شروعات ۾ ٻه ٽي پاڻي تڪڙا ۽ بعد ۾ هر هفتي گهرج مطابق.

## ڀاڄين جا جيت، بيمارين ۽ آءِ پي ايم

ڀاڄين ۾ ٻن قسمن جا جيت ٿين ٿا. هڪڙا نقصانڪار جيت جيڪي ڀاڄين کي نقصان رسائن ٿا ۽ ٻيا فائديمند جيت ٿين ٿا. جيڪي ڀاڄين کي پنهنجي خوراڪ نٿا بڻائن پر اهي نقصانڪار جيتن کي کائي پنهنجو پيٽ ڀرين ٿا ۽ ڀاڄين کي نقصانڪار جيتن جي نقصان کان بچائن ٿا. اهڙن فائديمند جيتن ۾ ٽنڊڙيون، ينيوريون، ڏينيو، ڪوريئڙو وغيره اچي وڃن ٿا.

فائديمند جيتن جي ڀاڄين ۾ گهڻي تعداد ۾ هئڻ جي صورت ۾ نقصانڪار جيتن جو تعداد گهٽجو نٿو وڃي ۽ پيسٽيسائيڊس جي هرو ڀرو ڦوهارن جي ضرورت پيش نٿي اچي پر اڻڄاڻائي ۽ تڪڙي فائدي وٺڻ جي چڪر ۾ ڀاڄين جا باغبان ڀاڄي پوکڻ کان پوءِ جيئن ئي هڪ اڌ نقصانڪار جيت ڏسن ٿا ته هڪدم پيسٽيسائيڊ يعني زرعي زهر جو ڦوهارو شروع ڪري ڏين ٿا. جنهن سان نه صرف هي ته نقصانڪار جيتن سان گڏ فائديمند جيت مري وڃن ٿا ۽ ڦوهاري جو اثر ختم ٿي مس ٿو ته هڪدم ٻيا نقصانڪار جيت ظاهر ٿي پون ٿا ۽ اهي نقصان پهچائن ٿا.

ڀاڄين ۾ نقصانڪار جيت عام طور تي ٻن قسمن جا ٿين ٿا. هڪڙا رس چوسڻ وارا جهڙوڪ، اچي مک، سائو مهلو، سست مهلو، ٿرڙو وغيره

اهڙي طرح ٻيا وري ڀاڄين کي ڪائڻ وارا جيت جهڙوڪ، امريڪي ڪينئون، تڏيون، لشڪري، ڪينئون وغيره اچي وڃن ٿا.

هنن ٻنهي قسمن جي جيتن مان رس چوسڻ وارا جيت ڀاڄين تي شروع ۾ ئي ڀاڄيون جڏهن گهٽيون سايون ۽ نرم هجن ٿيون. تڏهن حملي آور ٿين، جڏهن ته ڀاڄين کي ڪائڻ وارا جيت بعد ۾ آهستي آهستي اچن ٿا ۽ پوءِ گهٽو ڪري ٻنهي قسمن جا جيت موجود هجن. ساڳئي وقت

پاڄين تي ڪيترن ئي قسمن جون بيماريون پڻ حملو ڪن ٿيون.

هنن نقصانڪارن کي زرعي سائنسدان "جيتن ۽ بيمارين جي ضابطي واري گڏيل حڪمت عملي، يعني آءِ پي ايم (IPM) واري طريقي سان ضابطي ۾ آڻڻ جي ڪوشش ڪن ٿا ۽ ان جون ٿي حڪمت عمليون ٻڌائن ٿا.

## پاڄين لاءِ آءِ پي ايم

فصلن (پاڄين) جي نقصانڪارن جي ضابطيءَ واري گڏيل حڪمت عملي يعني آءِ پي ايم (IPM) هڪ اهڙي مؤثر ۽ ماحول دوست سوچ آهي. جنهن ۾ ڪيميائي زهرن يعني پيسٽيسائيڊس کي آخري هنيار طور استعمال ڪيو وڃي ٿو جڏهن ته ان کان پهرين ٻين طريقن سان نقصانڪارن جي نقصان کان بچي سگهجي ٿو. آءِ پي ايم جي سوچ ۾ بنيادي اهميت ان ڳالهه کي ڏني وڃي ٿي ته جيت بيماريون يا گند گاهه اسان جي فصلن، پاڄين وغيره ۾ آخر شدت اختيار ڇو ٿا ڪن؟ شدت ڪيئن ٿا اختيار ڪن ۽ ڪڏهن ٿا ڪن؟ ۽ انهن جي شدت کي گهٽائڻ جا غير ڪيميائي طريقا ڪهڙا آهن؟ وغيره جنهن لاءِ آبادگار کي پهريان ئي اهي طريقا اختيار ڪرڻ لاءِ چيو وڃي ٿو، جن سان نقصانڪار شدت اختيار ئي نه ڪن جو آبادگار کي ڪيميائي زهرن جا ڦوهارا ڪرڻا پون.

## آءِ پي ايم جا چار مکيه اصول طئہ ٿيل آهن:

1) صحت مند فصل اپائڻ (Grow Healthy Crop)

2) فصل کي باقاعدگيءَ سان مشاهدي ۾ رکڻ (Observe Crop Regularly) يعني فصل کي روزانو چڱي طرح گهمي ڏسڻ ته جيئن ڪو به مسئلو ظاهر ٿيڻ شرط شروع ۾ ئي ان کي حل ڪري ڇڏجي.

3) دوست جيتن کي بچائڻ (Conserve Natural Enemies) جيئن ته فصلن ۾ نقصانڪار جيتن سان گڏ فائديمند جيت يعني اهي جيت جيڪي فصل کي نتا کائن پر نقصانڪار جيتن کي پنهنجي خوراڪ بڻائن ٿا. انهن کي بچائجي.

4) آبادگار خود ماهر ٿي وڃي (Farmer Becomes Expert) آبادگار هر وقت ٻين تي نه ڀاڙي پر هو ايتري ڄاڻ حاصل ڪري وٺي جو هو خود ماهر ٿي وڃي

عملي طور تي ياجين جي آءِ پي ايم ۾ هيٺين عملن تي زور ڀريو وڃي:

1) ياجين ۾ گندگاهه کي هرگز وڌڻ نه ڏجي. ڇاڪاڻ ته گندگاهه جي اندر جيت جٽيا وڏيڪ شدت اختيار ڪن ٿا ۽ ساڳئي وقت ياجين جي خوراڪ کٽي. انهن کي ڪمزور به ڪن ٿا.

2) نائٽروجن وارو ياڻ گهڻو نه ڏجي .گهڻو ياڻ ڏيڻ سان ياجيون ڪَچ ۽ ساوڪ وڌيڪ ڪن ٿيون.جنهن جي ڪري جيتن جو حملو وڌي ٿو.

3) بيمار ٻج يا ٻيجارو هرگز نه پوکجي ۽ شروعات ۾ غير ڪيميائي طريقن کي اختيار ڪرڻ گهرجي.

4) ياجين جي روزانو جاچ ڪبي رهجي.

5) زرعي زهرن جو شروعات ۾ تڪڙو ڦوهارو ڪرڻ کان پاسو ڪجي

# جيتن ۽ بيمارين جو غير ڪيميائي ضابطو

## 1. ڪششي ٻوٽا پوکڻ:

واڙيءَ جي چوڌاري سورج مکي، مڪئي ،يا جوئر جي قطار ضرور پوکجي. جن ۾ جڏهن ٻج ايندو ته ان ٻج تي پکي ايندا جيڪي ان ٻج کي کائڻ سان گڏ ياجيءَ ۾ موجود نقصانڪار ڪينئن کي به کائي ناس ڪندا

## 2. باجهر جي اَن جو استعمال:

جيڪڏهن ياجيءَ ۾ ڪينئن جو حملو گهڻو هجي ته ٻنن سان باجهريءَ جي اَن جي لَپ ڇٽي وڃجي ته ان تي پکي ايندا جيڪي باجهريءَ جي اَن کي کائڻ سان گڏ ڪينئن جو به خاتمو آڻي ڇڏيندا.

## 3. سرف ۽ پاڻيءَ جو ڦوهارو:

جيڪڏهن ياجيءَ ۾ رس چوسڻ وارا جيت هجن ۽ پنن تي مٽي يا سٽي يا ڪاري ماڪيءَ جهڙي حالت هجي ته هڪ چمچو سرف جي پائوڊر جو ڪلهي واري ڦوهاري جي دٻي ۾ وجهي ڦوهارو ڪجي ته ڪافي حد تائين تدارڪ ٿي ويندو.

## 4. نم جو استعمال:

نقصانڪار جيتن جي نقصان کان ياجين کا بچائڻ ۽ ماحولياتي گدلاڻ کان بچڻ لاءِ نم بهترين ذريعو آهي. عام طور تي ڏٺو اهو ويو آهي ته ياجين تي ڪيميائي زهرن جو بي حساب

استعمال ٿئي ٿو جنهن تي نہ صرف خرچ گهٽو ٿئي ٿو پر مختلف رپورٽن مان ظاهر ٿيو آهي تہ اهڙين ٻاڃين ۾ زرعي زهرن جو اثر رهجي وڃي ٿو جيڪو ٻاڃيون واپرائيندڙن جي صحت کي نقصان رسائي ٿو ان ڪري آءِ پي ايم نم جي استعمال کي وڏي اهميت ڏني وڃي ٿي . نم هيٺين طريقن سان استعمال ڪري سگهجي ٿي.

## I. نم جي پنن جو ڳار:

نم جي ڏهہ ڪلو (10) ڪن ساون پنن کي ڪنهن ڊرم ۾ وجهي ايترو پاڻي پرجي جيئن پن چڱي ريت پسي وڃن. جنهن بعد انهن کي باهہ تي ڪاڙهجي ۽ ايتري تائين ڪاڙهجي جيئن پاڻي سڪي هڪ لٽر وڃي بچي. بچيل هڪ لٽر ڳار کي سنهي ڪپڙي ۾ ڇاڻي. ڪنهن بوتل ۾ وجهي رکجي. جڏهن پوکيل ٻاڃين تي معمولي جيتن جو حملو نظر اچي تہ ان وقت 100 ملي لٽر ڪلهي واري ڦوهاري جي ڊبي ۾ وجهي ڦوهارو ڪجي ۽ وري انهن ڏهين ڏينهن پيو ڦوهارو ڪجي. نم جي ڳار جو ڦوهارو ڪرڻ سان جيتوڻيڪ جيت مرندا ڪونہ پر اهي واڙيءَ مان ڀڄي ويندا ۽ ٻاهران وري ٻيا نقصانڪار جيت واڙيءَ ۾ داخل نہ ٿيندا.

## II. نم جي تيل جو استعمال:

نم جون نموريون وڻ مان جيئن ڪرن تہ انهن کي ميڙي ڇانوَ ۾ سڪائڻ لاءِ رکجي ۽ نموريون جڏهن بلڪل سڪي وڃن تہ انهن کي گهاڻي تان پيڙائي، تيل ڪڍرائي، رکي ڇڏجي. جڏهن واڙيءَ ۾ جيتن جو معمولي حملو نظر اچي تہ هڪدم 100 ملي لٽر نمورين جو تيل ڪلهي واري ڦوهاري جي ڊبي م وجهي. هڪ چمچو سرف جي پائوڊر جو ملائي. چڱي طرح گڏائجي تہ جيئن تيل پاڻيءَ ۾ سرف جي مدد سان ملي وڃي تہ پوءِ واڙيءَ ۾ ڦهارو ڪجي ۽ اهو ڦاهاور انين ڏينهن وري ورجائجي تہ جيتن تي ضابطو اچي ويندو.

## III. نمِ جي ڪڙ جو استعمال:

نمورين مان تيل ڪيرائڻ کان پوءِ جيڪو ڪڙ بچي ٿو ان جا 5 ڪلو گرام 5 لٽر ٺهنڪندڙ پاڻيءَ ۾ وجهي. 2 چمچا سرف جي پائوڊر جا وجهي. چڱيءَ طرح ملائي ڍڪ ڏئي 24ڪلاڪن تائين رکي ڇڏجي. جنهن بعد اُن کي هٿن سان مهٽي سنهي ڪپڙي ۾ ڇاڻي هڪ سؤ ليٽر پاڻيءَ ملائي واڙيءَ تي ڦوهارو ڪجي تہ جيتن کان واڙيءَ کي بچائي سگهجي ٿو.

## .IV نمورين جي پائوڊرجو استعمال:

سڪل نمورين کي پاڻيءَ ۾ تيستائين پسائجي جيستائين نمورين جو کلون نرم ٿي وڃن جنهن بعد نمورين جون کلون لاهي گورن کي ڇانوَ ۾ سڪڻ لاءِ رکجي. جڏهن گوراسڪي وڃن تہ انهن کي پيڻهين يا ڪٽي پائوڊر ٺاهجي . پائوڊر جي 3ڪلو گرام وزن کي 24ڪلاڪ پسائي رکجي جنهن بعد ان کي سنهي ڪپڙي ۾ ڇاڻي هڪ سؤ ليٽر پاڻيءَ ۾ ملائي 8ڪان 10چمچا سرف وجهي ڦوهارو ڪجي.

## .5 ٿوم جو ڦوهارو:

هڪ ڪلو ڪٽيل ٿوم 20 چانهن وارا چمچا (100 گرام) سرف ياصابڻ 20 چانهن وارا چمچا گاسليٽ ۽ 5 لٽر پاڻي جو ڳار ٺاهيو جنهن لاءِ ٿوم گاسليٽ ۾ 24 ڪلاڪ پسائي رکجي. ان کان پوءِ ان ۾ سرف يا صابڻ ۽ پاڻي وجهي چڱي طرح هلائي هلائي ڇاڻجي ڇاڻيل ڳار مان هڪ حصو ۽ 20 حصا پاڻي ملائي ٻاجين تي ڦوهارو ڪجي تہ جيت جٽيان ضابطي ۾ رهندا.

## .6 تماڪ جوڳار:

هڪ سؤپنجاهہ گرام تماڪ جي پنن کي ننڍا ننڍا ٽڪر ڪري هڪ لٽر ٿهڪندڙ پاڻيءَ ۾ وجهي ٻہ چار ٽهڪا ڏئي چلهي تان لاهي 12 ڪلاڪن لاءِ رکو. ٻارنهن ڪلاڪن کان پوءِ هٿ سان چڱي طرح مهٽي ڪنهن سنهي ململ جي ڪپڙي ۾ ڇاڻي صاف بوتل ۾ وجهي رکو.
جڏهن ٻاجين ۾ مهلو، اچي مک، جون پن ڪترڻ وارا ڪينئان نظر اچن تہ هڪ حصو تماڪ جي ڳار جو ۽ 10 حصا پاڻيءَ جا پاڻ ۾ ملائي ڦوهارو ڪريو.

## .7 ڦودني جو ڦوهارو:

ڦودني جي هڪ ڪلو گرام پنن کي گهوٽي هڪ سؤ لٽر پاڻيءَ ۾ چڱيءَ طرح ملائي ٻاجين تي ڦوهارو ڪريو تہ پنن تي داغن وارين بيمارين کان بچاءُ ۾ مدد ملندي ڦوهاري لاءِ حجامن جي دڪانن تي استعمال ٿيندڙ هٿ وارو ڦوهارو استعمال ڪجي.

## .8 مال جي ڇيٽن جو ڦوهارو:

اڌ ڪلو گرام مال جا تازا ڇيٽا 5 لٽر پاڻيءَ ۾ وجهي چڱيءَ طرح گڏائي سنهي ڪپڙي ۾ ڇاڻي جراثيمي بيمارين جي ضابطي لاءِ ٻاجين تي ڦوهارو ڪريو.

## 9. چور ڪينئون ۽ پتاتا:

چور ڪينئون ٽماٽن، مرچن ۽ شملہ مرچن کي ڏاڍو نقصان ڏئي ٿو. هي جيت رات جو نڪري ٻيجاري جي ڏانڊين کي ٽڪي ٿو. ان لاءِ ٻيجاري وارين ٻارين ۾ رات جو پتاٽي جا ٽڪر ڪري رکجن ۽ صبح جواچي ڏسبو تہ انهن تي ڪٿين ڪينئان موجود هوندا جن کي هٿن سان ناس ڪجي.

# ڀاڄين جا جيت، بيماريون ۽ ڪيميائي علاج

| ڀاڄي | جيت | پيسٽيسائيڊ | وزن في ايڪڙ/ 100 لٽر پاڻي |
|---|---|---|---|
| ٽماٽا | اڇي مک ، سائو مهلو. | ڪونفيڊور يا اميڊا | 250 ملي لٽر |
| | سست مهلو | پولو يا ڊولو يا سولو يا ڊائنيٽوران | 200 ملي لٽر |
| | اڇي مک، گهڻي تعداد ۾ هجي ته | موسپيلان يا راني يا سيلان | 125 گرام |
| | آمريڪي ڪينئون، | پروڪليم يا ٽائيمر يا ٽائي ڪون | 200 ملي لٽر |
| | ميووي جو ڪينئون، لشڪري ڪينئون | ميچ يا ڊرون يا اسٽيورڊ | 100_150 ملي لٽر |
| | **بيماريون** | **پيسٽيسائيڊ** | **وزن في ايڪڙ** |
| | آڳاٽو ساڙ | اسڪور | 50 ملي لٽر 100 لٽر پاڻي ۾ |
| | پاڇاٽو ساڙ | ربوس | 240 گرام في ايڪڙ |
| | اڇي پوئڊري | اسڪور يا بائيٽان فوليئر | 50 ملي لٽر 100 لٽر پاڻي ۾ |
| | ڊائوني ملڊيو | ٽاپسن ايم يا ريڊومل گولڊ | 250 گرام 100 لٽر پاڻي ۾ |
| | | ڪرزيٽ | 500 گرام |
| **ڀاڄي** | **جيت** | **پيسٽيسائيڊ** | **وزن في ايڪڙ** |
| ٻٽاٽا | سائو مهلو، سست مهلو | اميڊا يا ڪونفيڊور | 200 کان 250 ملي لٽر |
| | ٻٽاٽي جو پوپٽ. آمريڪي ڪينئون | پروڪليم ، ٽائيمر، ٽائي ڪون | 200 ملي لٽر 100 لٽر پاڻي ۾ |
| | چور ڪينئون ، لشڪري ڪينئون | ميچ يا ڊرون يا اسٽورڊ | 100 ملي لٽر 100 لٽر پاڻي ۾ |
| | **بيماريون** | **پيسٽيسائيڊ** | **وزن في لٽر** |
| | آڳاٽو ساڙ، پاڇاٽو ساڙ | ريڊومل گولڊ يا ربوس | 250 ملي لٽر 100 لٽر پاڻي ۾ |

| باجي | جيت | پيسٽيسائيڊ | وزن في ايڪڙ |
|---|---|---|---|
| | آلوجي وائرس | اچي مک ۽ سست مهلي جي حملي کان ضابطو رکو ۽ موسپيلان استعمال ڪريو. | 125 گرام 100 لٽر پاڻي ۾ |
| **باجي** | **جيت** | **پيسٽيسائيڊ** | **وزن في ايڪڙ** |
| بصر ۽ | ٿرڙو | ڪيورا ڪران يا ڪريڪر | 500 ملي لٽر |
| | | اميڊا | 200 ملي لٽر |
| ٿوم | آمريڪي ڪيٽئون، چور ڪينٽون، لشڪري ڪينٽون | پروڪليم يا ٽائيمر يا ٽائي ڪون يا ميچ يا ڊرون | 200 ملي لٽر |
| | **بيماريون** | **پيسٽيسائيڊ** | **وزن في ايڪڙ** |
| | بصر جو ساڙ، ڊائوني ملڊيو | ريڊومل گولڊ يا ڪرزيڊ يا ڊائٿين ايم | 500 گرام |
| | پرپل بلاچ | ٽاپسن ايم | 250 گرام |
| | | اسڪور | 50 ملي لٽر |
| **باجي** | **جيت** | **پيسٽيسائيڊ** | **وزن في ايڪڙ** |
| مٽر | چور ڪينٽون يا آمريڪي يا لشڪري ، چٽي وارو ڪينٽون | پروڪليم يا ٽائيمر يا ٽائي ڪون يا ميچ | 100 ملي لٽر 100 لٽر پاڻي ۾ |
| | ليف مائينر | ٽرائي گارڊ | 30 ملي لٽر |
| | اچي مک | ڪونفيڊور يا اميڊا | 250 ملي لٽر |
| | **بيماريون** | **پيسٽيسائيڊ** | **وزن في ايڪڙ** |
| | اچي پوبڊري | ٽاپسن ايم | 200 گرام |
| | | اسڪور يا بائيٽان فوليئر | 50 ملي لٽر 100 لٽر پاڻي ۾ |
| **باجي** | **جيت** | **پيسٽيسائيڊ** | **وزن في ايڪڙ** |
| | سست مهلو، اچي مک | ڪونفيڊور يا اميڊا | 250 ملي لٽر |

| | | | |
|---|---|---|---|
| | چور ڪينئون، لشڪري ڪينئون | پروڪليم . يا ٽائيمر. يا ٿائي ڪون يا ميچ يا ڊرون | 100 ملي لٽر 100 لٽر پاڻي ۾ |
| | بيماريون | پيسٽيسائيڊ | وزن في ايڪڙ |
| | نشان واري بيماري | اسڪور يا ڊاء فينڪونازول | 50 ملي لٽر 100 لٽر پاڻي ۾ |
| ڀاڄي | جيت | پيسٽيسائيڊ | وزن في ايڪڙ |
| هربو | چور ڪينئون . آمريڪي | پروڪليم . ٽائيمر. ٿائي ڪون | 200 ملي لٽر |
| | ڪينئون ۽ ٽڏ | ميچ يا ڊرون | 125 کان 150 ملي لٽر |
| | بيماريون | پيسٽيسائيڊ | وزن في ايڪڙ |
| | نشان واري بيماري | اسڪور يا ڊاء فينڪونازول | 50 ملي لٽر 100 لٽر پاڻي ۾ |
| ڀاڄي | جيت | پيسٽيسائيڊ | وزن في ايڪڙ |
| سلاد | سائو مهلو | ڪونفيڊور | 250 ملي لٽر |
| | | ايڪٽارا | 24 گرام 100 لٽر پاڻي ۾ |
| | چور ڪينئون، لشڪري ڪينٽون | پروڪليم ياٽائيمر، يا ٿائي ڪون ميچ يا ڊرون | 100 ملي لٽر 100 لٽر پاڻي ۾ |
| | بيماريون | پيسٽيسائيڊ | وزن في ايڪڙ |
| | نشان واري بيماري | اسڪور يا ڊاء فينڪونازول | 50 ملي لٽر 100 لٽر پاڻي ۾ |
| ڀاڄي | جيت | پيسٽيسائيڊ | وزن في ايڪڙ |
| ڏاٽا | سائو مهلو | ڪونفيڊور | 250 ملي لٽر |
| ڦودنو | | ايڪٽارا | 24 گرام 100 لٽر پاڻي ۾ |
| | اڏوهي . ٽڏيون | لارسبين | هڪ لٽر |

| | | | |
|---|---|---|---|
| | چور ڪينئون، لشڪري ڪينئون | پروڪليم يا ٽائيمر يا ٽائي ڪون يا ميچ يا ڊرون | 100 ملي لٽر 100 لٽر پاڻي ۾ |
| | **بيماريون** | **پيسٽيائيڊ** | **وزن في ايڪڙ** |
| | نشان واري بيماري | اسڪور يا ڊاءِ فينڪوناول | 50 ملي لٽر 100 لٽر پاڻي ۾ |
| **ڀاڄي** | **جيت** | **پيسٽيسائيڊ** | **وزن في ايڪڙ** |
| سونف | سست مهلو | ايڪٽارا يا اميڊا يا ايڊوانٽيج | 200 ملي لٽر |
| **ڀاڄي** | **جيت** | **پيسٽيسائيڊ** | **وزن في ايڪڙ** |
| گل گوبي، بند گوبي | اڇي مک، سائو مهلو | ڪونفيڊور | 250 ملي لٽر |
| | سست مهلو | پلينم | 80 گرام 100 لٽر پاڻي ۾ |
| | ڊائيمنڊ بيڪ ماٿ، گوبي جو ڪينئون | پروڪليم يا ٽائيمر يا ٽائي ڪون | 200 ملي لٽر |
| | **بيماريون** | **پيسٽيسائيڊ** | **وزن في ايڪڙ** |
| | ٻيجاري جو ساڙ | ريڊومل گولڊ | 40 گرام في ٽانڪي |
| **ڀاڄي** | **جيت** | **پيسٽيسائيڊ** | **وزن في ايڪڙ** |
| موري ۽ گوگڙو | سست مهلو | پلينم | 80 گرام 100 لٽر پاڻي ۾ |
| | چور ڪينئون، لشڪري ڪينئون | پروڪليم يا ٽائيمر يا ميچ | 100 ملي لٽر 100 لٽر پاڻي ۾ |

## زهرن جي استعمال جو صحيح طريقو:

(1) جيڪو بہ زهر ڦوهارو ڪرڻو هجي، ان جي مٿان ڏنل هدايتن کي پڙهي عمل ڪجي.

(2) ڦوهاري ڪندڙ کي زهر جي اثر کان بچڻ لاءِ هٿن تي پلاسٽڪ يا ربڙ جا جوراب، اکين تي عينڪ، نڪ تي ماسڪ يا ڪپڙي جي ہٿ، پيرن ۾ بوٽ ضرور پائڻ گهرجي.

(3) ڦوهاري دوران کائڻ، پيئڻ ۽ سگريٽ ڇڪڻ جي بلڪل اجازت ناهي، اهڙو ڪو بہ عمل ڪرڻ سان ڦوهارو ڪندڙ جي صحت خراب ٿيندي.

(4) ڦوهاري ناهڻ يا ڦوهاري ڪرڻ واري جاءِ تي ٻارن ٻچن، ٻين ماڻهن، جانورن ۽ ڪڪڙن وغيره کي هرگز اچڻ نہ ڏجي.

(5) ڦوهاري ڪرڻ کان پوءِ هڪدم ڦوهاري واريون خالي ٿيلهيون، بوتلون يا دٻا وغيره کڏ کٽي پوري ڇڏجن ۽ گهرجي ڪنهن بہ استعمال ۾ نہ آڻجن.

(6) ڦوهاري واري مشين کي وهندڙ پاڻيءَ ۾ هرگز نہ ڌوئجي نہ تہ اهو پاڻي هيٺ جڏهن جانور يا ماڻهو يا پکي پکڻ پيئندا تہ انهن جي صحت خراب ٿيندي.

(7) ڦوهاري ڪيل باغ مان گهٽ ۾ گهٽ هفتو ڏهہ ڏينهن ميوون نہ پٽجي ۽ باغ ۾ پوکيل گاهہ وغيره نہ لٽجي ۽ جيڪڏهن ڀاڄي پوکيل هجي تہ اها بہ هرگز نہ پٽڻ گهرجي.

(8) تيز هوا هلڻ مهل ڦوهارو هرگز نہ ڪجي.

(9) ڦوهاري واري اهڙي مشين استعمال ڪجي، جيڪا صحيح هجي.

(10) ڦوهاري ڪرڻ جو مناسب وقت صبح يا شام آهي، منجهند جو گهٽي تيز اس ۾ ڦوهارو نہ ڪجي.

WORLD BANK ASSISTED SINDH OFWM PROJECT








# Rabi Vegetables & IPM









INCHARGE

DEEDAR AHMED BHUTTO

WRITER

GHULAM MUSTAFA NANGRAJ

Directorate of Agriculture Information
Agriculture Extension Sindh, Hyderabad.
Block - F, Shahbaz Building, Hyderabad.
Ph: 022-9200108, 022-9201276

2011-12

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

# The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، چُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪائُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جيِ دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنی e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بـہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعويٰ ڪري ٿـو تـہ پَـڪَ ڄاڻو تـہ اُهـو ڪُـوڙو آهـي. نـہ ئـي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪـيا ويندا. جيـڪـڏهن ڪـو اهـڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بيـن لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَـم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَـرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهنـدا. پَنَـن پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پـو ٻيـو اهـم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَس پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيکي بہ ڪٽين، جيکي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻچاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
۔ اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)